# آسان سنڌي ڪتاب

## ستين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڪتابن جي نصاب جي جائزي واري قومي ڪاميٽيءَ جو سڌاريل

نگران اعليٰ: **آغا سهيل احمد**
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: **اويس ڀٽو**

ليکڪ: **سيد قادر بخش شاهه**
**سيد شاهه محمد شاهه**

ايڊيٽر: **اويس ڀٽو**

پروف ريڊر: **جمشيد احمد جوڻيجو**

ڪمپيوٽر گرافڪس: **نورمحمد سميجو**

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: **دانش ٻبر**

# فهرست

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

سَبق پهريون

# حمد

ڌڻي! تو بنائي عجب هيءَ خدائي،
سدا توکي سائين! ٿي سونهين وڏائي.

سوين جَڳ ۾ ڏسجن ٿا، نرمل نظارا،
ڪيئي پيدا سج چنڊ، تارا ستارا،
ڪِڙيِ جڳ سڄي ٿي، جي ڪَن روشنائي.

ڪٽي مان ڪرين ٿون، ٿو انبار ڪيڏا!
ٿين ننڍڙي داڻي مان گلزار ڪيڏا!
عجب تنهنجي قدرت بي انتهائي

صفت هر ڪنهين شيءِ جي آهي نرالي،
نہ حڪمت کان هرگز، آهي ڪابہ خالي،
چڱي آهي سيڪا، تو جيڪا ٻڌائي

- حافظ محمد "احسن"

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سج، چنڊ ۽ تارا ڪنهن پيدا ڪيا آهن؟

(ب) اسان کي الله تعاليٰ جي ساراهہ، ڇا لاءِ ڪرڻ گهرجي؟

2. ڪَٽي مان ڪرين تون ٿو انبار ڪيڏا" جومطلب ٻڌايو:

3. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| سائين | ڪٽي | انبار | چڱي | روشنائي |
|---|---|---|---|---|

# پاڻ سڳورنﷺ جو پاڙيسرين سان ورتاءُ

حضرت مُحمد مصطفيٰ صَلّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جَن کان وڌيک، انسان ذات جو ٻيو ڪوبہ همدرد ۽ هڏ ڏوکي ڪونہ آهي. پاڻﷺ هر طرح جون تڪليفون سهي، الله تعاليٰ جو موڪليل پيغام، ماڻهن تائين رسايائون. هر هڪ ڪم عملي طرح ڪري، ماڻهن کي سمجهايائون تہ ڪين ڪهڙيءَ ريت زندگي گذارڻ گهرجي، جنهن سان انهن جي دنيا توڙي آخرت جي ڀلائي ٿئي. ڪين انسان ذات لاءِ وڏي عزت هئي. وڏي توڙي ننڍي، امير توڙي غريب سان نهايت پيار ۽ محبت سان پيش ايندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ پاڙيوارن جو سڀ کان وڌيک خيال رکندا هئا.

هڪ ڀيري حضرت بيبي عائشه رضي الله عنها، حضورﷺ جن کان پڇيو تہ "منهنجون بہ پاڙيواريون آهن، انهن مان سوڪڙيون يا تحفو ڪنهن کي ڏيان؟" پاڻ فرمايائون "جنهن جي گهر جو دروازو تنهنجي گهر جي ويجهو هجي." ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻﷺ فرمايائون تہ "اهو مؤمن نہ آهي جيڪو پاڻ تہ ڍاول هجي ۽ سندس پاڙيوارو بُکيو رهي." سندس اهو بہ فرمان آهي تہ "جيڪو خدا ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، تنهن کي گهرجي تہ پنهنجي پاڙيسريءَ جي عزت ڪري."

هڪ ڀيري پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ "جڏهن بہ ڪا شيءِ گهر ۾ آڻيو تہ پاڙيوارن کي بہ ان مان موڪليو. جيڪڏهن شيءِ ٿوري هجي تہ ان جون گلون گهر کان ٻاهر نہ ڇڏيو، متان پاڙيسرين جا ٻار اُهي ڏسي روئين."

هڪ روايت آهي تہ پاڻ سڳوراﷺ اصحابن سان گڏ وينا هئا. پاڻﷺ ٽي ڀيرا فرمايائون "خدا جو قسم اهو مؤمن نہ آهي." اصحابن عرض ڪيو "يارسول الله! ڪير؟" پاڻﷺ جواب ۾ فرمايائون "جنهن جي شرارتن کان پاڙيسرين کي تڪليف پهچي."

حضرت بيبي عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ ”جبرئيل عليه السلام پاڙيسرين جي حقن بابت ايتري قدر تاڪيد ڪيو آهي، جو مون سمجهيو تہ ڪٿي ڪين ورثي جو حق نہ ڏياريو وڃي.“

مٿي بيان ڪيل روايت مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ سڳورنﷺ کي پاڙيسرين لاءِ تمام گهڻو پيار ۽ عزت هئي. اسين بہ جيڪڏهن پنهنجي پاڙيسرين سان حضورﷺ جن جي ڏنل تعليم موجب ورتاءُ ڪريون تہ هوند سڀ جهيڙا جهٽا ختم ٿي وڃن. نفرت ۽ حسد جي پاڙ پٽجي وڃي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) پاڻ سڳوراﷺ ڪهڙي قسم جي ماڻهوءَ کي مؤمن نٿا سڏين؟

(ب) حضورﷺ جن خدا ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان جي ڪهڙي نشاني بيان ڪئي آهي.

(ج) پاڙيوارن سان سُٺي هلت هلڻ ڪري ڪهڙو فائدو ٿيندو؟

2- هيٺ ڏنل ٽڪري مان اهڙا فعل ڳوليو، جن مان خبر پوي تہ اهو ڪم گذريل وقت ۾ ٿيو آهي؟

”الله تعاليٰ تمام وڏو مهربان آهي،جنهن اسان ڏانهن حضرت مُحمد صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جَن کي پيغمبر ڪري موڪليو. پاڻ سڳورا ڏاڍا رحمدل هئا. پاڻ پاڙيوارن جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا.“

# حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجهَه' جي مهمان نوازي

اسلامي تعليم ۽ نَبِي ڪريم صَلَّي الله عَلَيه وآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن جي تربيت پاڻ سڳورنؐ جي ساٿين تي تمام گهرو اثر ڪيو هو. جن ماڻهن اسلام قبول ڪيو، تن جا سنا گُڻ پاڻ وڌيڪ چمڪيا. انهن مسلمانن کي هر وقت الله تعاليٰ جي رضامنديءَ جو خيال هوندو هو. هو ڪوبہ ڪم دنيوي مطلب لاءِ ڪونہ ڪندا هئا. انهن جون دليون قربانيءَ جي جذبي سان پرپور هونديون هيون. هو پنهنجي گُهرجن کي ٿاري بہ، ٻين ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا. انهن جو اهو عمل الله تعاليٰ کي ڏاڍو پسند آيو. قرآن مجيد ۾ اهڙن سخين جي تعريف هن طرح بيان ڪيل آهي. ”سخي اُهي آهن جيڪي ماڻهن کي الله جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ کارائين ٿا ۽ انهن کان ڪاڏي جي عيوض ڪابہ قيمت نٿا وٺن ۽ نڪي انهن تي ٿورو ٿڦين ٿا.“

هونئن تہ سڀ صحابي هڪ ٻئي کان وڌيڪ سخي ۽ مهمان نواز هئا. پر حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجههَ' پنهنجو مَٽُ پاڻ هئا. اهڙا ڪيترائي موقعا ٿيا جو سندن آڏو ڪاڏو آندو ويو ۽ پاڻ اجا ڪائڻ وارا ئي هوندا هئا، تہ ڪونہ ڪو مسافر يا مهمان اچي نڪرندو هو، اهڙي حالت ۾ پاڻ بُکيا رهي، اهو ڪاڌو مهمان کي ڪارائي خوش ٿيندا هئا.

هڪ ڀيري وٽن گهر ۾ ڪائڻ لاءِ ڪابہ شيءِ موجود ڪانہ هئي. پاڻ ڪنهن يهودي جي باغ ۾ مزوري ڪرڻ ويا. پورهئي جي عيوض ڪين ڪَتل مليَ. ان مان ڪجهہ ڪَتل وڪڻي سيڌو وٺي آيا. جڏهن ڪاڌو نهي تيار ٿيو، تڏهن هڪ مهمان اچي نڪتو. پاڻ اهو سمورو ڪاڌو مهمان کي ڪارائي ڇڏيائون. پنهنجن ٻارن کي باقي بچيل ڪَتَل ڪائڻ لاءِ ڏنائون. ان موقعي تي فرمايائون تہ "اللّٰه جو شڪر آهي، جو مون کي ايتري مزوري ملي ۽ آءٌ سندس طرفان موڪليل مهمان جي خدمت ڪري سگهيس."

هڪ ڀيري ائين بہ ٿيو جو پاڻ جَوَن جي سُڪل ماني ڪاڌائون، پر تازي ۽ سٺيي ماني هڪ مهمان کي ڪارايائون.

حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجههَ' جي مهمان نوازي واري انهيءَ صفت ڪري، نبي صَلَّي الله عَلَيه وآلہٖ وَسَلَّمَ جن ڪيس "ڪريم" سڏيو آهي. حضورؐ جن فرمايو تہ "دنيا ۾ سخين جا چار قسم آهن، جن مان سڀ کان اُتم درجي واري سخيءَ کي "ڪريم" سڏجي ٿو. ڪريم اهو شخص آهي، جيڪو پاڻ بُکيو اُجيو رهي بہ مسافرن، مهمانن، يتيمن ۽ بيواهن کي ڪاڌو ڪارائيندو ۽ پاڻي پيارينڊو."

اسان جو فرض آهي تہ اسلامي تعليم جي روشنيءَ ۾ محتاجن ۽ مسڪينن جي پرگهور لهون.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سخين جي قرآن مجيد ۾ ڪهڙي تعريف ٿيل آهي؟

(ب) حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجُهَه' ڪهڙي طرح مهمانن جي سنڀال ڪندا هئا.

(ج) نَبِي صَلَّي الله عَلَيه وآلِهٖ وَسَلَّمَ جن حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجهَه' جي سخاوت بابت ڇا فرمايو آهي؟

( د ) اسان ڪي گهُرجائن جي ڪهڙي طرح مدد ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

(الف) پاڻ ڪنهن يهوديءَ جي .............................. ۾ مزوري ڪرڻ ويا.

( ب ) پورهئي عيوض ڪين ....................... ملي.

( ج ) ان مان ڪجهه ڪَتَل وڪڻي............... وٺي آيا.

( د ) جڏهن ڪاڌو نهي تيار ٿيو، تڏهن هڪ ................ اچي نڪتو.

3- هيٺيان لفظ پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو:

مهمان نوازي    ضرورتمند    قرباني    محتاج    ڪريم

# سوات جي ماٿريءَ جو سير

قسمت سانگي پاڻ سوات ماٿريءَ جي مرڪزي شهر ’سيدو شريف‘ ۾ اچي نڪتا آهيون. سوات پاڪستان جي اُتر اُلهندي طرف نهايت سرسبز ۽ خوبصورت ماٿري آهي. هن واديءَ جي سُونهن ۽ سوڀيا جي هاڪ ٻُڌي

ڪيترائي سيلاني سير ۽ سفر لاءِ هتي ايندا آهن. پاڻ ٻہ چونہ پهريائين ’سيدو شريف‘ چڱيءَ طرح گهمي ڏسون. ان بعد سوات جي ٻين ڏسڻ جهڙن هنڌن جو بہ سير ڪريون.

سيدو شريف هن واديءَ ۾ مکيہ ۽ مرڪزي شهر آهي. هتي سوات جي اڳوڻي واليءَ جو محل ڏاڍو ناهوڪو نهيل ٿو ڏسجي. هيءَ جامع مسجد آهي. اڏاوت تہ انهيءَ جي بہ شانائتي آهي. هوءَ وڏي جاءِ ڪاليج آهي. چوڌاري ساون وڻن ۽ ميويدار باغن تہ شهر جي رونق ٻيڻي ڪري ڇڏي آهي. هاڻي پاڻ ڪي ”مينگورا“ هلڻ گهرجي.

اِجهو، مينگورا اچي ويو. هيءُ واديءَ جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. هيءُ بہ ناهوڪو شهر تہ ڏسجي! چوڏاري سهڻا باغ اتس عمارتون ۽ بازارون سنيءَ سٽاءَ سان اڏيل اتس. هتي هوٽل بہ ناهوڪا آهن. اهي گورا ماڻهو شايد ڪنهن ٻئي ملڪ مان سير سانگي هتي آيا آهن.

هاڻي پاڻ ڪي "بحرين" هلڻو آهي. رستي جي ٻنهي ڪنارن تي ڪيڏي نہ ساوڪ آهي. ٽڪرين تي ڊگها وڻ ۽ ترائين ۾ باغ ڪهڙا نہ خوبصورت پيا لڳن. جبلن تان وهندڙ نهرن توڙي چشمن جو پاڻي بہ ڏاڍو صاف ۽ چمڪندڙ آهي. ٽڪرين جي ڪنارن تي رڍون نرم ۽ نازڪ گاهہ مزي سان پيون چرن. ڪٿي ڪٿي ڪي باغائي بہ باغن ۾ ڪم ڪندي نظر پيا اچن. هن ماٿريءَ جي زمين گهڻي ڀاڱي پٿريلي آهي. ان ڪري پوک مڙئي گهٽ نظر اچي ٿي. هن وقت بہ هتي جي آبهوا وڻندڙ آهي. سياري ۾ هن واديءَ ۾ سخت ٿڌ پوندي آهي.

هتي صوفن ۽ انگورن جا اعليٰ درجي جا باغ پيا ڏسجن. شهر ۾ هلڻ کان اڳ هن باغ جو چڪر ڏيندا هلون. هتي جا صوف ڪوئيٽا ۽ قنڌار جي صوفن کان گهڻو وڏا ۽ سوادي آهن. هن واديءَ جا ماڻهو مهمان نواز ۽ قربائتا ٿا ڏسجن. هن باغائيءَ پنهنجي ڪيتري نہ آجيان ڪئي آهي!

بحرين شهر بہ خوبصورتيءَ ۾ گهٽ ڪونہ آهن. هن آبشار تي پن چڪي پيئي هلي. هتي جو نظارو بہ من موهيندڙ آهي. هن ماٿريءَ ۾ وسنديون تہ گهڻي ئي آهن، پر "ڪالام" ڏسي واپس ورنداسون.

ڪالام بہ ڏسڻ وٽان آهي. هن کي چوڏاري پهاڙن تي بيٺل ديال جي ڊگهن وڻن ڍڪي ڇڏيو آهي. هتي جي رهاڪن جو خاص ڌنڌو ڪاٺ وڍڻ تہ پائنجي.

سج پويون ٿي ويو آهي. هاڻي پاڻ کي جلد واپس هلڻ گهرجي رات 'سيدو شريف' ۾ رهي، صبح جو واپس ڳوٺ ڏانهن هلنداسون.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سوات ماٿريءَ ۾ ڪهڙا مکيہ شهر آهن؟
(ب) هن واديءَ ۾ ڪهڙا ميوا ٿين ٿا؟
(ج) هتي جي خاص معدني پيداوار ڪهڙي آهي؟
( د ) ڪالام شهر جي چوڌاري ڪهڙا وڻ آهن؟

2- هيٺ ڏنل لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

ڪٿي ڪالهہ هتي ڪونہ تي

(الف) اڄ ڇنڇر آهي................. جمعو هو.

( ب ) منهنجو ڀاءُ اڄٽو هو پر........... آيو.

( ج ) هن آبشار .................. پن چڪي ڀيئي هلي.

( د ) توکي .................. رهڻ جي اجازت ناهي.

3- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو:

| ماٿري | ناهوڪو | ڏنڊو | موهيندڙ | ڀٽريلي |
|---|---|---|---|---|

4- هيٺين لفظن جا ضد لکو: جيئن: اڳيون ——— پويون

سخت شهر اُتر خاص زمين

سَبق پنجون

# نعت

خدا سيني جو کيو سردار احمد،
نَبيّن جو سپهه سالار احمد.

وڏو طالع انهن جو بخت بالا،
ڏٺيءَ جنهن جو کيو مهندار احمد.

غلامن جون لهي سارون سنڀارون،
غريبن جو سدا غمخوار احمد.

قيامت جو اسان کي خوف کهڙو،
شفاعت جو کيو اقرار احمد.

الاهي منهنجو کر هي عرض مقبول،
اچي اوکيءَ ۾ ٿئي آڌار احمد.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) نبيّن جو سپهه سالار ڪير آهي؟
(ب) شاعر ڪهڙي عرض مقبول ٿيڻ جي دعا ٿو گهري؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ڏٺي | مهندار | اوکي | آڌار | سپهه سالار |
|---|---|---|---|---|

# انصاف

جنهن زماني ۾ سنڌ تي مرزا شاهه حسن ارغون راڄ ڪندو هو، ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ بکر هو. مرزا شاهه حسن جي علم ۽ انصاف جون ڳالهيون ٻڌي، ايران جي شهر شيراز مان هڪ سيد شڪرالله نالي بکر ۾ آيو. مرزا شاهه حسن سندس قابليت ڏسي کيس بکر جو وڏو قاضي مقرر ڪيو. سيد صاحب هن عهدي کي ايترو ته سچائيءَ ۽ انصاف سان هلايو، جو اڄ به سندس نالو پيو ڳائجي.

اُن وقت هڪ سوداگر، عرب مان عمدا گهوڙا خريد ڪري بکر ۾ واپار جي سانگي آيو. مرزا شاهه حسن کي گهوڙا پسند ڪري خريد ڪيا ۽ حڪم ڪيائينس: ”گهوڙن جي قيمت وڃي خزانچيءَ کان وٺ.“

ٻئي ڏينهن صبح جو سوداگر قيمت وٺڻ لاءِ خزانچيءَ وٽ ويو. پر کيس ڪابه رقم نه ملي. سوداگر بادشاهه جي درٻار ۾ ويو، پر کيس اُتان به ڪو سنئون جواب نه مليو. لاچار ٿي هو شهر جي قاضيءَ وٽ وڃي فريادي ٿيو. قاضيءَ سندس فرياد ٻڌي، مرزا کي چوائي موڪليو، ”عدالت ۾ اچي حاضر ٿيءُ.“ ان وقت بادشاهه کي عدالت ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏيڻ سولي ڳالهه نه هئي. ڪنهن کي مجال جو اهڙي گستاخي ڪري سگهي! ماڻهن کي قاضيءَ جي حڪم تي ڏاڍو عجب لڳو، پر مرزا حسن عدالت ۾ وڃي حاضر ٿيو. قاضي ادب لاءِ نه پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ نه وري کيس ويهڻ لاءِ آڇ ڪيائين. لاچار بادشاهه به فريادي سان گڏ بيهي رهيو. قاضيءَ بادشاهه کان سوداگر جي فرياد بابت جواب گهريو. بادشاهه گهوڙن جي خريداريءَ کي قبول ڪيو ۽ هڪدم پئسن ڏيڻ جو واعدو ڪيو.

جڏهن فيصلو ٿي چڪو، تڏهن قاضي پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ بادشاهه کي ادب سان سلام ڪري چيائين ”بادشاهه سلامت! انصاف لاءِ ضروري هو ته مان اوهان کي عدالت ۾ گهرايان. جڏهن اوهان عدالت ۾ آيا، تڏهن انصاف لاءِ اوهان جو فرياديءَ سان گڏ بيهڻ به ضروري سمجهيم، هاڻي جڏهن ته فيصلو ٿي چڪو آهي، تڏهن هوءَ مٿانهين جاءِ اوهان لاءِ آهي ۽ آءٌ خادم آهيان.“

مزار شاهه حسن، سندس انصاف ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گهڻوئي انعام ڏنائينس.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سيد شڪرالله ڪٿي جو قاضي هو؟
(ب) گهوڙن جو سوداگر وٽس ڪهڙي فرياد کڻي آيو؟
( ج ) مرزا شاهه حسن کي قاضي عدالت ۾ ڇو گهرايو؟
( د ) قاضيءَ ڪهڙو فيصلو ڏنو؟
(هہ) فيصلي کان پوءِ هن مرزا شاهه حسن کي ڇا چيو؟

### 2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| راڄ | سانگي | سنئون | آڇ | متانهين |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

بکر سوداگر فرياد فيصلو انصاف

(الف) ٻئي ڏينهن صبح جو ........................ قيمت وٺڻ لاءِ خزانچيءَ وٽ ويو.
( ب ) مرزا شاهه حسن، سندس ..................... ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.
( ج ) ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ............. هو.
( د ) جڏهن ..................... ٿي چڪو، تڏهن قاضي پنهنجي جاءِ تان اُٿي بيٺو.
( هہ ) قاضي، بادشاهه کان سوداگر جي................. بابت پڇيو.

# ڳوٺاڻي زندگي

اسان جي ملڪ جي آباديءَ جو گهڻو حصو ڳوٺن ۾ رهي ٿو. ڳوٺاڻن ماڻهن جا مکيہ ڌنڌا ٻہ آهن: هِڪ ٻني ٻارو ڪرڻ ۽ ٻيو مال ڌارڻ. ان ڪان سواءِ ڪي واپار بہ ڪن ٿا، تہ ڪي وري دڪان بہ هلائين ٿا. ڳوٺن ۾ ڪاريگر بہ هوندا آهن، جهڙوڪ: لوهار، ڪنڀار، واڍا ۽ رازا. انهن جا دڪان ڪچهريءَ جا مرڪز آهن.

ڳوٺاڻا ماڻهو محنتي بہ ڏاڍا هوندا آهن. هاري صبح جو سوير ٻنيءَ تي هليا ويندا آهن. هو اسان لاءِ اَنَ اُپائين ٿا، ڀاڄيون ۽ ميوا پيدا ڪن ٿا. ڳوٺاڻا صبح ڪان شام تائين پورهئي ۾ رُڌل رهن ٿا. صاف هوا، نج کاڌي ۽ محنت جي ڪري سندن جسم سگهارا هوندا آهن.

ڳوٺاڻيون عورتون بہ ڏاڍيون محنتي هونديون آهن. هُو ڪڏهن بہ وانديون نہ ويهنديون آهن. هو گهر جو ڪم ڪار لاهي، رلي ٺاهڻ ويهي رهنديون، يا ڀرت ڀرڻ ڪي لڳي وينديون. انهيءَ هنر ۾ هو ڏاڍيون ڀڙ هونديون آهن.

ڳوٺن ۾ سڀ ماڻهو هڪ ٻئي ڪي چڱيءَ طرح سڃاڻن ٿا. هو هڪ ٻئي جي ڏُک سُک ۾ شريڪ ٿين ٿا. ڳوٺ جي مسئلن جو حل بہ سڀ گڏجي ڳوليندا آهن. ڳوٺ ۾ ڪوبہ جهيڙو ٿيندو تہ چار چڱا ان جو فيصلو ڪندا آهن.

هاڻي تہ ڳوٺن ۾ بجلي بہ پهچي وئي آهي. ڳوٺاڻن جا ڪکاوان گهربہ روشن ٿي ويا آهن. بجليءَ جي ڪري ڳوٺن ۾ ننڍيون صنعتون لڳي رهيون آهن. پڪن رستن جي ڪري اچ وڃ جي سهولت ٿي پئي آهي. ڳوٺن ۾ تعليم تي بہ خاص ڌيان ڏنو پيو وڃي. سرڪار بہ ڳوٺن جي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ڪري رهي آهي. ڳوٺاڻن هُنرن کي زور وٺائڻ لاءِ گهرو صنعتون قائم ڪيون پيون وڃن.

ڳوٺن ۾ واٽر سپلاءِ رٿائون رائج ڪيون پيون وڃن. انهن رٿائن سان ڳوٺاڻن کي صاف پاڻي مهيا ٿي سگهندو.

ڳوٺاڻا ماڻهو سادا، سچا، بهادر ۽ مهمان نواز آهن. ڪوبہ قول ڪندا تہ اهو ضرور پاڙيندا. توهان کي فطرت جي سونهن ڏسڻي هجي تہ ڪنهن ڳوٺ ۾ هليا وڃو. ڍڳها وڻ، سايون ٻنيون ڏسي روح کي راحت اچي ويندي. سج لهڻ ۽ اُڀرڻ جو نظارو تہ ڏسڻ وٽان هوندو آهي. شام جو مال جي ٽلين، چنگن ۽ چڙن جا سُر پکڙجي ويندا آهن. رات جو تارن جڙيل آسمان ڏسي نيڻ ٺري پوندا آهن. رات جو ڪنهن اوطاق ۾ ڪچهريءَ ۾ وڃبو تہ سڄي ڏينهن جو ٿڪُ لهي ويندو.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) اسان جي ملڪ جي آبادي جو گهڻو حصو ڪٿي ٿو رهي؟
(ب) ڳوناڻن جا مکيہ ڌنڌا ڪهڙا آهن؟
( ج ) هاري صبح جو ڪيڏانهن هليا ويندا آهن؟
( د ) ڳوٺن ۾ جهيڙي جو فيصلو ڪير ڪندا آهن؟

2- هيٺيان لفظ پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو:

| مکيہ | رُڌل | وانديون | پَڙ | رتائون | سُونهن |
|---|---|---|---|---|---|

3- هيٺ ڏنل لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

مان ۾ تي جا تان

(الف) اسان جي ڳوٺ ............ ماڻهو هڪ ٻئي سان پيار ۽ محبت سان رهن ٿا.

( ب ) هنن ............ ڪوبہ جهڳڙو ڪونہ ٿئي.

( ج ) سندن هڪ ٻئي ............ گهڻو ڀروسو آهي.

( د ) اهي ٿوري ڳالهہ ........... ڪونہ وڙهن.

( هہ ) انهن ........... گهڻا پڙهيل آهن.

# جنڊيءَ جو ڪم

ڪاٺيءَ تي رنگن چاڙهڻ جي هنر کي جنڊيءَ جو ڪم چئبو آهي. اهو ڪم فقط گول ڪاٺيءَ تي ٿيندو آهي. آڳاٽي وقت ۾ کٽن جا پاوا، هندورا، مَنجيون ۽ لڪڻ جنڊيءَ تي ٺهندا هئا، پر هاڻي ضرورت مطابق ٻيون به ڪيتريون ئي شيون جنڊيءَ تي ٺهن ٿيون. جيئن ته رانديڪا، ٽنگڻيون، دٻليون، رول، آرسين جا فريم ۽ صوفا وغيره.

جنڊيءَ لاءِ خاص ٻهڻ ۽ لئي جو ڪاٺ ڪم ايندو آهي. ٻئي ڪاٺ تي رنگ نه چڙهندو. سنئي ۽ پائدار ڪم لاءِ ٻهڻ جو ڪاٺ ڪم ايندو آهي.

جنڊيءَ جو ڪم ٻن قسمن جو ٿئي: هڪ لسو، ٻيو گلڪاري. گلڪاريءَ جو خاڻوٽ ۽ هالا نوان ۾ ٿيندو آهي. ڪشمور ۽ لقمان واري جنڊي سادي ٿيندي آهي. جڏهن ته هالا ۽ خاڻوٽ واري جنڊيءَ ۾ ڪاٺيءَ تي رنگن جا تهه چاڙهي چُر وانگر گل ۽ نقاشيءَ جون ڊزائنون ظاهر ڪيون وينديون آهن. اهو تيار ٿيل سامان امير توڙي غريب چاهه سان خريد ڪندا آهن.

جنڊيءَ جو ڪم سنڌ جي قديم هنرن مان هڪ آهي، جيتوڻيڪ هن وقت ٻاهرين ملڪن ۾ جنڊيءَ جي شين جي طلب وڌي رهي آهي. حڪومت به ٻين هنرن سان گڏ جنڊيءَ جي هنر کي زور وٺائڻ لاءِ اُپاءُ وٺي رهي آهي. پٽ شاهه ۾ ته اهڙن هنرمندن کي خاص ڪالوني اَڏائي ڏني ويئي آهي، ته جيئن جنڊيءَ جي ڪم جو خاص مرڪز قائم ٿئي.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) جنڊيءَ جو ڪم ڇا کي چئبو آهي؟
(ب) جنڊيءَ لاءِ ڪهڙو ڪاٺ ڪم ايندو آهي؟
( ج ) جنڊيءَ جي ڪم جا ڪهڙا قسم آهن؟
( د ) ڪهڙن شهرن ۾ ڇُر وانگر گل ۽ نقاشي جون ڊزائنون تيار ٿينديون آهن؟

2- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

جنڊي ڪاٺ سادي ٻهڻ قديم

(الف) جنڊيءَ جو ڪم سنڌ جي ................. هنرن مان هڪ آهي.

(ب) ڪشمور ۽ لقمان واري جنڊي ...................... ٿيندي آهي.

( ج ) سني ۽ پائدار ڪم لاءِ .................. جو ڪاٺ ڪم آڻيندا آهن.

( د ) ڪاٺي تي رنگن چاڙهڻ جي هنرن کي .................. جو ڪم چئبو آهي؟

( هه ) جنڊيءَ لاءِ خاص ٻهڻ ۽ لئي جو ................. ڪم ايندو آهي.

3- هيٺيان جملا درست ڪريو:

(الف) حاصل ڪرڻ لاءِ فائدا آهن علم سان.
(ب) جا ماڻهو هنرمند آهن سنڌ.
( ج ) شاعر وڏو آهي جو شاهه عبداللطيف سنڌ.
( د ) آهي قائداعظم جو پاڪستان باني.

# اخلاقي قدر

ادب اخلاق سان سچ پچ تہ ماڻهو تو ٿِئي ماڻهو،
بِنا اخلاق دنيا ۾ اجايو تو جِئي ماڻهو.

اَدب اخلاق ئي تو ماڻهپو، ماڻهوءَ کي سيکاري،
۽ خوش اخلاق ماڻهو ئي، سَقل تو زندگي گهاري.

ننڍن سان پيار وڏن جو ادب، هردم ڪرڻ گهرجي،
نہ وڃجي ڪوڙ جي ويجهو، سدائين سچ چوڻ گهرجي.

ٿئي اخلاق سان ئي تو، متانهون مانُ ماڻهوءَ جو،
بلند اخلاق جيئن جيئن تيئن اعليٰ شانُ ماڻهوءَ جو.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ماڻهو سچ پچ ماڻهو ڪيئن تو ٿئي؟

(ب) بنا اخلاق دنيا ۾ ماڻهو ڪيئن تو جئي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| اجايو | ماڻهپو | سَقل | متانهون | اعليٰ |
|---|---|---|---|---|

3- هيٺين لفظن جا ضد لکو: جيئن: زندگي ——— موت

ويجهو ننڍن ڪوڙ پيار

# ٽيليفون

لفظ ’ٽيليفون‘ ٻن لفظن مان نهيل آهي. ٽيلي ۽ فون. ٽيلي جي معنيٰ آهي ’پري‘ ۽ فون جي معنيٰ آهي ’آواز‘. اهڙي طرح ٽيليفون جي معنيٰ آهي ”پري جو آواز“. ٽيليفون هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن جي مدد سان پري پري تائين هڪ ٻئي سان ڳالهائي سگهجي ٿو. هن ۾ رڳو هڪ ٻئي جو مُنهن ڪونہ ٿو ڏسجي، باقي ڳالهہ ٻولهہ اهڙي طرح ٿئي ٿي، جيئن روبرو ڳالهائبو آهي. ٽيليفون سرڪاري آفيسن، دڪانن، ڪارخانن، اسپتالن ۽ ڪاروباري ماڻهن جي گهرن ۽ بنگلن ۾ رکيل هوندي آهي.

ٽيليفون جو آواز هڪ هنڌان ٻئي هنڌ تائين، تارن ۽ بجليءَ جي وسيلي رسي ٿو. ٽيليفون آفيس ۾ ايڪسچينج بورڊ هوندو آهي، جتي هر وقت ماڻهو ويٺو هوندو آهي، جنهن کي آپريٽر چئبو آهي.

وڏن شهرن ۾ ٽيليفون جو سڌو سنئون سرشتو آهي. ٽيليفون ۾ هڪ چڪري لڳل هوندي آهي، جنهن کي ”ڊائل“ چئبو آهي. ان ۾ ٻُڙيءَ کان نَوَن تائين انگ هوندا آهن، جنهن نمبر تي ڳالهائڻو هوندو آهي، ان جي نمبر موجب

ڊائل ڦيرايو تہ گهربل نمبر تي گهنٽي وڄندي، اُتي وينل ماڻهو رسيور کڻندو تہ ڳالهہ ٻولهہ ٿي سگهندي.

ٽيليفون اليگزينڊر گرهام بيل نالي هڪ سائنسدان ايجاد ڪئي هئي. سچ تہ ٽيليفون ايجاد ڪرڻ واري هيءَ مشين ناهي، ماڻهن لاءِ وڏو سک ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي تہ ريڊيائي لهرن وسيلي ٽيليفون جي آواز کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين رسايو پيو وڃي. انهيءَ مشين کي وائرليس چئبو آهي. انسان اڳتي وڌندي موبائيل فون بہ تيار ڪري ورتي آهي، جنهن کي کيسي ۾ کڻي هر هنڌ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

هر انسان جو فرض آهي تہ الله تعاليٰ جي طرفان مليل لياقتن کي، انسان ذات جي ڀلي ۽ خدمت ۾ صرف ڪري.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ٽيليفون جو ايجاد ڪندڙ ڪير هو؟
(ب) سڌي سرشتي موجب ٽيليفون ڪيئن ڪم ڪري ٿي؟
( ج ) هن اوزار مان ڪهڙو فائدو آهي؟

### 2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ايجاد | اوزار | فرض | لياقت | سڌارو |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

ايجاد ڀري سڌو فائدو

(الف) وڏن شهرن ۾ ٽيليفون جو.................... سرشتو آهي.
( ب ) ٽيليفون، اليگزينڊر گرهام بيل نالي هڪ سائنسدان................ ڪئي هئي.
( ج ) ٽيليفون مان ڪهڙو ......................... آهي.
( د ) ٽيليفون جي معنيٰ آهي........................ جو آواز.

سَبق يارهون

# اِبنِ بَطوطہ جو سنڌ جو سفر

مشهور مسلمان سيلاني شيخ ابوعبدالله اِبنِ بَطوطہ مراڪش جي ”طنج“ شهر ۾ ڄائو هو. هن سالن جا سال، دنيا جي مختلف ملڪن جو سير ڪيو. سفر دوران انهن ملڪن جي تاريخ، جاگرافي ۽ اتي جي ماڻهن جي ريتن رسمن ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جو سفرنامو لکيائين.

اِبنِ بَطوطہ سنڌ ۾ بہ آيو هو. هن جي لکيل سفرنامي ۾، سنڌ بابت پڻ ڪجھہ احوال ڏنل آهي. اهو احوال آهي تہ مختصر، پر تاريخي لحاظ کان ان جي وڏي اهميت آهي. هو لکي ٿو تہ ”تاريخ پهرين محرم سن 734 هجريءَ ۾ اسان جو سنڌو درياءَ مان گذر ٿيو. هن درياءَ جو شمار وڏن دريائن ۾ ٿئي ٿو. گرميءَ جي موسم ۾ هن ۾ خوب چاڙھہ ايندو آهي. سنڌ جي پوک جو دارومدار هن ئي درياءَ تي آهي. سلطان محمد شاھہ تغلق جي حڪومت هتان کان شروع ٿئي ٿي. هتي اسان کي بادشاھہ جا خبر رسان مليا، جن اسان جي آمد جي خبر، ملتان جي امير قطب الملڪ کي ڏني، جيڪو ان وقت سيوهڻ ۾ رهيل هو.“

”اسين بہ منزلون اڳتي هلياسون تہ جناني شهر آيو. هيءُ وسيع ۽ خوبصورت شهر، سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آباد آهي. هن ۾ سامره قوم جا ماڻهو رهن ٿا، جيڪي هتي جا قديم رهاڪو آهن. جناني کان پوءِ اسين سيوهڻ پهتاسون. هيءُ شهر ڏاڍو گرم آهي. هتي گدرا جام ٿين ٿا. مڇي بہ جام ملي ٿي. هن شهر ۾ کير سنو ۽ سستو ملي ٿو.“

”سنڌ ۾ درياءَ جي ڪناري تي گھاٽا ٻيلا آهن، جن ۾ انيڪ قسمن جا جانور رهن ٿا. رستي تي هلندي مون هڪ گينڊو ڏٺو. هيءُ جانور هاٿي کان ٿورو ننڍو ٿئي ٿو. هن جي مٿي تي ٻنهي اکين جي وچ ۾، هڪ سڱ ٿيندو آهي.“

”سنڌو نديءَ جي چوڙ وٽ لاهري بندر آهي. هيءُ شهر واپار جو وڏو مرڪز آهي. هتي ٻاهران ايندڙ مال تي سٺ لک دينار ساليانو محصول اگاڙي ٿو.“

”مون کي اهو بندر اتي جي گورنر سان گڏجي ڏسڻ جو موقعو مليو. لاهري بندر کان پوءِ مون بکر جو رُخ ڪيو. هيءُ به هڪ خوبصورت شهر آهي. هتي منهنجي ملاقات امام عبدالله حنفي ۽ شهر جي قاضي ابوحنيفه سان ٿي. هن شهر ۾ ڪجهه ڏينهن ترسي، اسان ملتان ڏانهن روانا ٿياسون، جتي سنڌ جو گورنر رهي ٿو.“

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) اِبنِ بَطوطه ڪٿي ڄائو هو؟

( ب ) هي سنڌ ۾ ڪڏهن آيو هو؟

( ج ) لاهري بندر بابت اِبنِ بَطوطه ڇا لکيو آهي؟

2- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

بندر ڏاڍو حڪومت چاڙهه

(الف) سيوهڻ شهر ........... گرم آهي.

( ب ) هتان سلطان محمد شاهه تغلق جي .................. شروع ٿئي ٿي.

( ج ) سنڌو نديءَ جي چوڙ وٽ لاهري ...................... آهي.

( د ) گرميءَ جي موسم ۾ سنڌو درياءَ ۾ پاڻيءَ جو.............. ٿئي ٿو.

# سُٺو شهري

عام طرح شهر ۾ رهندڙ ماڻهن کي شهري يا شهر واسي چئبو آهي. پر هتي شهريءَ جي معنيٰ آهي، ڪنهن به ملڪ جو رهاڪو. سڀ ڪنهن شهر واسيءَ جا پنهنجي ملڪ ۾ حق هوندا آهن. ساڳئي وقت مٿس ڪي جوابداريون به هونديون آهن.

هر هڪ شهريءَ جي جان، مال ۽ عزت جي حفاظت، حڪومت جي ذمي هوندي آهي. شهريءَ کي پنهنجي ملڪ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ، ڪاروبار ڪرڻ ملڪيت گڏ ڪرڻ ۽ گهر ناهڻ جو حق هوندو آهي. مذهبي آزادي به هر شهري جو بنيادي حق آهي، جنهن ڪري ڪيس پنهنجي عقيدي موجب عبادت ڪرڻ جي آزادي هوندي آهي. شهريءَ کي پنهنجي خيالن ظاهر ڪرڻ ۽ راءِ ڏيڻ، بي انصافي ٿيڻ جي حالت ۾ عدالت جو دروازو ڪڙڪائڻ جو به حق حاصل هوندو آهي.

ٻئي طرف وري هڪ سُٺي شهريءَ جو فرض آهي، ته حقن حاصل ڪرڻ سان گڏ، جوابدارين جو به خيال رکي ۽ انهن کي پوري ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش وني. شهريءَ جو فرض آهي ته هو ملڪ سان وفادار رهي، ملڪي قانون جو احترام ڪري ۽ ان تي پوريءَ ريت عمل ڪري.

هڪ شهريءَ جو اهو به فرض آهي، ته هو پنهنجي ملڪ لاءِ محنت ڪري. پنهنجي وطن جي حفاظت لاءِ جان توڙي مال جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار رهي.

سُٺو شهري، حڪومت طرفان مقرر ڪيل ڍلون ۽ ٽئڪس پوري وقت تي ادا ڪندو آهي. ڪيس جيڪي ذميواريون سونپيون وينديون آهن، تن کي هو پوري ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش وٺندو آهي. سُٺو شهري ٻين شهرين جي عزت، جان ۽ مال کي ايتروئي پيارو رکندو آهي، جيترو پنهنجي جان، مال ۽ ملڪيت کي رکندو آهي.

اچو تہ پاڻ بہ عهد ڪريون، تہ سُنا شهري ٿي رهنداسون ۽ پنهنجي پياري وطن جي خدمت ڪري، ان جو مان مٿانهون ڪنداسون.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) شهري ڪنهن کي سڏجي ٿو؟
( ب ) هڪ شهريءَ جا ڪهڙا حق آهن؟
( ج ) هڪ شهريءَ کي پنهنجي ملڪ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
( د ) هڪ شهريءَ کي ڍلن ۽ ٽئڪسن بابت ڇا ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال پريو:

سو هو احمد سُٺو

(الف) مون احمد کي سڏ ڪيو، پر .............. ڪونہ آيو.
( ب ) هي ...................... ڪتاب آهي.
( ج ) جيڪو ٻئي لاءِ کڏ کٽندو...................... پاڻ ڪِرندو.
( د ) تون اچ تہ گڏجي ...................... جي گهر هلون.

3- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| رهاڪو | مٿانهون | سونپيون | وفادار | ڪڙڪائڻ |
|---|---|---|---|---|

# حُبُّ الوطني

هـــي منهنجو وطن آ، هي منهنجو وطن آ.

هتي خوب چمڪن ٿا، ســـج، چنڊ، تـــارا،
هتي زر وڇائن ٿا، نوري نظارا،
نہ دنـــيـــا ۾ هھڙو ٻيـــو ڪو چـــمـــن آ،
هي منهنجو وطن آ، هـــي منهنجو وطن آ.

هـــتـــي هـــر هلائين ٿا، شهزور هـــاري،
هـــتـــي لال هـــيـــرا لين ٿا هـــزاري،
اِرم آ سونهـــارو، ســـراســـر عـــدن آ،
هي منهنجو وطن آ، هي منهنجو وطن آ.

وطن پاڪ جي خـــاڪ، اکين کي لايـــان،
ڪتـــوري اهـــا تو لڱن کي لڳايـــان،
سچائيءَ سان ڀـــرپـــور سهڻو سُخـــن آ،
هي منهنجو وطن آ، هي منهنجو وطن آ.

- سليم ڳاڙهوي

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) شاعر وطن جي خاڪ جي ڇا سان ڀيٽ ڪري ٿو؟
( ب ) شاعر وطن جي ڪهڙين شين جي تعريف ڪري ٿو؟
( ج ) ”اِرم آ سونهارو، سراسر عدن آ“ جو مطلب ڇا آهي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| هزاري | شهزور | نوري | نظارا | خاڪ |
|---|---|---|---|---|

# وڏن جو چيو مڃجي

کبوترن جو هڪ وڏو ولر اُڏامندو تي ويو. اوچتو سندن نظر هڪ ميدان تي پئي، جتي اَنَ جا داڻا گهڻي انداز ۾ ڇٽيل تي ڏٺا. هو هڪ هڪ تي هيٺ لهڻ لڳا. انهن ۾ هڪ سياڻو ڪبوتر بہ هو، جنهن کين هيٺ لهڻ کان روڪيو ۽ چيو تہ ”مون کي ايترو اَن ڏسي، هن ۾ دوکو ٿو نظر اچي. اگ تہ هن ميدان ۾ هڪ داڻو بہ نہ تي ڏٺو، تنهنڪري اچو تہ ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي هلي پنهنجو چوڳو ڳوليون.“ پر سندس ساٿين هن جي آواز تي ڪن نہ ڏنو ۽ هيٺ لهي پيا؛ اُتي ڪنهن ماريءَ جار وڇائي ڇڏيو هو. جيئن هيٺ لٿا، تہ ڦاسي پيا. ماري جو پري لڪل هو، سو ڪبوترن کي جار ۾ ڦاسندو ڏسي ڊوڙندو آيو.

هيءَ حالت ڏسي سياڻي ڪبوتر کين چيو ”اوهان لالچ ۾ ڦاسي، منهنجو چوڻ نہ ورتو، ماري اجهو آيو. هاڻي اچو تہ همت ڪري اُڏامون! اتفاق ۾ وڏي طاقت آهي. اسان جا پير ڦاٿل آهن، پر ڪنپ آزاد آهن.“ اهو ٻڌي ڪبوترن گڏجي

اُڏامڻ لاءِ زور لاتو. ڄاريءَ جون ڪِليون نڪري پيون ۽ هو ڄار سميت مٿي اُڏامڻ لڳا. اُڏامندا اُڏامندا اهڙي هنڌ لٿا، جتي سندن هڪ پاڙيسري ڪُئي ڄار ڪتري، نيٺ کين آزاد ڪيو.

اسان کي هميشه پنهنجي وڏن جو چيو مڃڻ گهرجي.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سياڻي ڪبوتر کين هيٺ لهڻ کان ڇو روڪيو؟

( ب ) ڄار ۾ ڦاسڻ کان پوءِ، سياڻي ڪبوتر کين ڪهڙي صلاح ڏني؟

( ج ) ڪبوترن ڄار مان ڪيئن پنهنجي جان ڇڏائي؟

### 2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ولر | چوڳو | ماري | ڄار | آزاد |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال پريو:

هميشه     ولر     ڄار     دوکو     پاڙيسري

(الف) اُتي ماريءَ ........................ وڇائي ڇڏيو هو.

( ب ) اسان کي ........................ پنهنجي وڏن جو چيو مڃڻ گهرجي.

( ج ) سندن هڪ ........................ ڪُئي ڄار ڪُتري نيٺ آزاد ڪرايو.

( د ) ڪبوترن جو هڪ وڏو .................. اُڏامندي ٿي ويو.

( هه ) مون کي ايترو اَن ڏسي، هن ۾ ........................ تو نظر اچي.

### 4- هيٺين لفظن جا ضد لکو: جيئن: هيٺ ——— مٿي

آزاد ............ وڏو............ اتفاق............ اڳ ............ اچو............

سَبق پندرهون

# ٽرئفڪ جا اُصول

اڄ موڪل جو ڏينهن هو. قربان پنهنجي ماءُ پيءُ سان گهر ۾ وينو هو. هن اخبار پئي پڙهي. اخبار پڙهندي، هن اوچتو رڙ ڪئي. ماءُ پڇيس ته: ”ابا، خير ته آهي.“

**قربان:** ”اَمان سپر هاءِ وي تي حادثي جي خبر آهي.“

**ماءُ :** ”اَبا، ماڻهو ته بچي ويا نه؟“

**قربان:** ”اَمان ٻه ماڻهو مري ويا آهن ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا آهن.“ پوءِ هُن پيءُ کان پڇيو، ”بابا سائين، اهي حادثا ڇو ٿا ٿين؟“

**پيءُ :** پٽ، اهي حادثا ٽرئفڪ جي اُصولن تي نه هلڻ جي ڪري ٿا ٿين.“

**قربان:** ”بابا سائين، انهن حادثن کان ڪيئن ٿو بچي سگهجي؟“

**پيءُ :** ”ٽرئفڪ جي اصولن تي عمل ڪرڻ سان حادثن کان بچي سگهجي ٿو.“

**قربان:** ”ٽرئفڪ جا ڪهڙا اصول آهن؟“

**پيءُ :** ”پُٽ، رستي تي لڳل ٽرئفڪ سگنل تہ تو بہ ڏٺا هوندا.“

**قربان:** ”ها بابا سائين، جن ۾ ڳاڙهي پيلي ۽ سائي بتي هوندي آهي!“

**پيءُ :** ”هائو پُٽ، اهي بتيون ٽرئفڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ جا اشارا هونديون آهن.“

**قربان:** ”بابا سائين، ڳاڙهي بتيءَ جو ڇا مطلب آهي؟“

**پيءُ :** ”ڳاڙهي بتيءَ جو مطلب آهي تہ گاڏي بيهاري ڇڏيو.“

**قربان:** ”بابا سائين، پيلي بتيءَ جو مطلب ڇا آهي.“

**پيءُ :** ”جيڪڏهن پيلي بتي ڳاڙهي بتيءَ کان پوءِ ٻرندي، تہ ان جو مطلب ٿيندو تہ هاڻي سائي بتي ٻرندي، ان ڪري گاڏيءَ کي هلڻ لاءِ تيار رکو.“

**قربان:** ”بابا سائين، جيڪڏهن پيلي بتي، سائي بتيءَ کان پوءِ ٻري تہ پوءِ؟“

**پيءُ :** ”پوءِ ان جو مطلب ٿيندو، تہ هاڻي ڳاڙهي بتي ٻَرندي، ان ڪري گاڏي ڍري ڪريو.“

**قربان:** ”بابا سائين، سائي بتيءَ جو مطلب ڇا آهي؟“

**پيءُ :** ”سائي بتيءَ جو مطلب آهي، تہ هاڻي گاڏي هلائي وڃي.“

**قربان:** ”بابا سائين، پنڌ هلڻ وارن لاءِ ڪهڙا اصول آهن؟“

**پيءُ :** پنڌ هلڻ وارن کي فٽ پاٿ تان هلڻ گھرجي.“

**قربان:** ”بابا سائين، پنڌ هلڻ وارن کي رستو ڪيئن پار ڪرڻ گھرجي؟“

**پيءُ :** ”ان لاءِ رستي تي پٽا پٽي پٽا ٺهيل هوندا آهن، جنهن کي زيبرا ڪراسنگ چئبو آهي. پنڌ هلڻ وارن کي اتان رستو پار ڪرڻ گھرجي.“

**ماءُ :** ”ان کان سواءِ رستن تي ٽريفڪ بابت بوردن تي مختلف اشارا بہ لڳل هوندا آهن.“

**قربان:** ”امان، اُهي اشارا ڪهڙا آهن؟“

**ماءُ :** ”جيئن: رفتار جي حد، اڳيان موڙ آهي، چاڙهي آهي وغيره.“

**قربان:** ”توهان جي وڏي مهرباني. توهان ڏاڍيون ڪم جون ڳالهيون ٻڌايون.“

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) اڄ ڇا جو ڏينهن آهي؟
(ب) قربان ڇا پئي پڙهي؟
(ج) سگنل ۾ ڪهڙي رنگ جون بتيون هونديون آهن؟
(د) ڳاڙهي بتي ڇا جو اشارو آهي؟
(هـ) سائي بتي ڇا جو اشارو آهي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| رفتار | موڙ | پنڌ | ڍري | عمل | چاڙهي |
|---|---|---|---|---|---|

# هــاري

ٻـــج نہ پوکي جي کو هـــاري،
سِـکون ڪائڻ لاءِ عمر ســـاري.

پوءِ اکين سان ڏســـون نہ اَن،
ميوو گل ۽ گاهہ نہ پَـــن.

کپهہ جي کـــو پوک نہ ڪري،
ڪتـــان جيڪر پنهنجي ســـري.

ڪپڙا هـــونـــد نہ ڪڏهن مـــلـــن،
ٻُـــت ڍڪڻ لاءِ ماڻهـــو سِـڪـــن.

ڪاريگر جـــي پوءِ هوشيـــاري،
ٿئي اجـــائـــي پَـــل ۾ ســـاري.

ڇا ڪو سِبي ڇـــا ڪو ٻـُـري،
استادي ڪيئن ظاهـــر ڪـــري.

ڄاڻيو سَرهہ نہ هاري پوکـــي،
تيل نہ ڪنهن پر ملي توکـــي.

ڪڙمي ڪم ڪان ڪري انڪـــار،
ســـاري دنـــيـــا ٿئـــي لاچـــار.

ڪڙمي ڪم وڏا تو ڪري،
ڪاڻ نہ ڪنهن جي هو تو ڏري.

ڪڙمي جي تعليم وَٽن،
چڱو سڌارو جيڪر ڪن.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) جيڪڏهن ڪو هاري ٻج نہ پوکي تہ ڇا ٿئي؟
( ب ) ڪڙمي جيڪر ڪپهہ جي پوک نہ ڪري، تہ ڇا ٿي پوي؟
( ج ) اسان کي تيل ڪٿان ملي ٿو؟
( د ) ڪڙمي ڪهڙا ڪم ڪري ٿو؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

اَن ........................
ڪري .................
ملن .....................
انڪار .................

3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي شعر مڪمل ڪريو:

تعليم هوند وڏا ڪم

* ڪپڙا ..................... نہ ڪڏهن ملن،
ٻُت ڍڪڻ لاءِ ماٽهو سِڪن.

* ڪڙمي ..................... وڏا تو ڪري،
ڪاڻ نہ ڪنهن جي هو تو ڏري.

* ڪڙمي جي ..................... وَٽن،
چڱو سڌارو جيڪر ڪن.

سَبق سترهون

# مخدوم نوحؒ (هالن وارو)

مخدوم نوح رحمة الله عليه پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالم ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. سندس درگاهه هالا نوان ۾ آهي.

مخدوم صاحب جو اصل نالو لطف الله هو ۽ سندس والد جو نالو مخدوم نعمت الله هو. هي سن 911 هجري ۾ ڄائو هو. عام روايت آهي تہ مخدوم صاحب جي والد کي هڪ الله واري فقير نوح هوٿياڻيءَ جي دعا سان هي فرزند عطا ٿيو هو. ان فقير جي ئي وصيت موجب مخدوم نعمت الله، پنهنجي پٽ کي ”نوح“ جي نالي سان سڏيو، جنهن سان هي مشهور ٿي ويو.

مخدوم نوح رحمة الله عليه شروعاتي تعليم هڪ ڪامل ۽ نيڪ استاد مخدوم عربيءَ وٽان حاصل ڪئي. الله تعاليٰ هن کي ڏاڍو ذهن ۽ فهم عطا ڪيو هو. چون ٿا تہ چوڏهن ورهين جي عمر ۾ هيءُ وڏي علم ۽ فضل جو صاحب بڻجي ويو.

مخدوم نوح رحمة الله عليه ننڍي کنڊ پاڪستان ۽ هِند جو پهريون عالم هو، جنهن فارسي زبان ۾ قرآن مجيد جو ترجمو ڪيو. اهو ترجمو هاڻي ڇاپيو بہ ويو آهي. مخدوم صاحب جا ٿورا سنڌي بيت بہ مليا آهن، جن مان پتو پوي ٿو تہ هو وڏو شاعر پڻ هو.

هن بزرگ دين اسلام جي تبليغ لاءِ پنهنجن خليفن کي سنڌ جي مختلف حصن ۾ پکيڙي ڇڏيو هو. سندس مريدن ۾ ڪيترائي ڪرامت ۽ ولايت جا صاحب ٿي گذريا آهن.

مخدوم نوحؒ 998 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. سندس جسم کي درياءَ جي پائڻ سبب ٻه پيرا سندس مزار مان ٻاهر ڪڍي، ٻئي هنڌ دفنايو ويو هو. موجوده مقبرو سندس دفن ٿيڻ جو ٽيون هنڌ آهي.

مخدوم صاحب جي مزار تي، هر مهيني پهرين سومر رات جو ميلو لڳندو آهي، جتي سڄي رات سماع، ذڪر، واعظ ۽ نصيحت ۾ گذرندي آهي. رجب جي مهيني ۽ ذوالحج جي پهرين سومر تي وڏا ميلا لڳندا آهن. ان ڪري شهر ۾ ڏاڍي رونق لڳي ويندي آهي ۽ واپار جام هلندو آهي.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) مخدوم نوحؒ جو اصل نالو ڇا آهي؟

( ب ) هن تي نوح نالو ڪيئن پيو؟

( ج ) دين جي تبليغ لاءِ مخدوم صاحب ڪهڙو بندوبست ڪيو هو؟

### 2- هيٺين جملن لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ڪامل | عطا | فهم | واعظ | سماع |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين جملن کي ناڪاري جملن ۾ بدلايو:

(الف) ڇا تون ڪراچيءَ ويندين؟

( ب ) هو خط لکي رهيو آهي ڇا؟

( ج ) احمد گهر آهي ڇا؟

( د ) توکي پئسا گهرجن ڇا؟

سَبق ارڙهون

# مليريا

**اُستاد:** ڪالهہ ڪان وٺي سليم اسڪول ڪونہ ٿو اچي؟

**انور:** سائين! سليم کي سيءُ تپ ٿي پيو آهي. ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي تہ مليريا بخار ٿيو اٿس. اڄ هن دوا بہ ورتي آهي. سُئي بہ هڻائِي آهي.

**منور:** سائين! مليريا بخار ڇو ٿو ٿئي؟

**اُستاد:** مليريا هڪ وچڙندڙ بخار آهي. اهو مڇرن جي چَڪَ پائڻ سبب ٿئي ٿو.

**انور:** سائين! مڇر اها بيماري ڪهڙي ريت پکيڙين ٿا؟

**اُستاد:** انهيءَ مڇر جي پيٽ ۾ مليريا بخار جا جيوڙا هوندا آهن. مڇر جي چڪ پائڻ وقت اهي جيوڙا ان ماڻهوءَ جي رت ۾ ملي ويندا آهن. پوءِ ان ماڻهوءَ کي تپ ٿي ويندو آهي. وري جڏهن مڇر بيمار ماڻهوءَ جي رت چوسي تندرست ماڻهوءَ کي چڪ هڻندو آهي، تہ اهي جيوڙا ان ماڻهوءَ جي رت ۾ شامل ٿي ويندا آهن ۽ اهو بيمار ٿي پوندو آهي. اهڙي طرح هڪ ماڻهوءَ کان ٻئي ماڻهوءَ تائين اها بيماري پهچندي ويندي آهي.

**رفيق:** سائين! مليريا کان بچڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ونڻ گُهرجن؟

**اُستاد:** مليريا کان بچڻ لاءِ سڀ کان پهريون اُپاءُ مڇرن کي ختم ڪرڻ آهي. مڇر پوسل وارن هنڌن، ڪِني پاڻيءَ جي کڏن ۽ نالين ۾ آنا لاهيندا آهن ۽ وڌندا ويجهندا آهن. ڪوشش ڪري انهن جاين تي مڇر مار دوائون هارجن، جتي مڇر وڌن ويجهن ٿا. گهرن ۾ بہ سال ۾ ٻہ ڀيرا اهڙين دوائن جو ڦوهارو ڪرائڻ گهرجي، جيئن اتي لڪل مڇر مري وڃن.

**آفتاب:** سائين! بابا سائين جن چوندا آهن تہ هفتي ۾ هڪ ڀيرو ڪونين گوري کائڻ سان مليريا بخار کان بچاءُ ٿئي ٿو.

**اُستاد:** هائو! مليريا کان بچڻ لاءِ چڱي ڀلي ماڻهوءَ کي هفتي ۾ هڪ ڀيرو، ڪونين کائڻ گهرجي. مڇر جي چڪ کان بچڻ لاءِ مڇردانيءَ جو استعمال ڪرڻ گهرجي.

**آفتاب:** سائين! آءٌ گهر پهچي، سيني کي مليريا کان بچاءَ جا اُپاءَ ٻُڌائيندس.

**اُستاد:** توهان کي گهر وارن کان سواءِ پاڙيوارن کي بہ اهي ڳالهيون سمجهائڻ گهرجن.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) مليريا بخار ڇو ٿو ٿئي؟
(ب) مڇرن جي چڪن کان بچڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ونڻ گهرجن؟
(ج) مڇرن کي ناس ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
(د) مليريا بخار لاءِ ڪهڙي دوا استعمال ڪبي آهي؟

2- هيٺين جملن ۾ مناسب ظرفن وارا لفظ استعمال ڪري خال ڀريو:

(الف) گهوڙو .................. ڊوڙي ٿو.
(ب) ڪير جو رنگ .......... آهي.
(ج) ليمي جو سواد .......... آهي.

# ايڪو زنده باد

ڳالهه اهائي دل تي رکجو، ٻارو هردم ياد،
"ايڪو زنده باد."

ايڪي سان ئي قومون اُڀريون،
هر ڪنهن مشڪل مان پار اُڪريون،
آهي قوم عمارت وانگر، ايڪو تنهن جو بُنياد،
"ايڪو زنده باد."

ايڪي ۾ ئي برڪت آهي،
ملڪ جي عزت عظمت آهي،
ٻارو، قائم دائم رکجو، ايڪو ۽ اتحاد،
"ايڪو زنده باد."

هٿ هٿن ۾ ڏيئي هلجو،
ڏور الله جي ڏاڍي جهلجو،
مقصد جي شل منزل ماڻيو، شاد هجو آباد،
"ايڪو زنده باد."

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ٻارن کي هردم ڪهڙي ڳالهه دل تي ياد رکڻ گهرجي؟
( ب ) قومون هر ڪنهن مشڪل مان ڪيئن پار اُڪريون آهن؟
( ج ) نظم ۾ ڪنهن جي ڏور کي ڏاڍي جهلڻ جي تلقين ڪيل آهي؟

2- هم آواز لفظ لکو، جيئن: آباد ——— اتحاد

3- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| هردم | ايڪو | مشڪل | ڏور | ڏاڍي |
| --- | --- | --- | --- | --- |

4- هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:

* ايڪي سان ................ قومون اُڀريون،
هر ڪنهن مشڪل مان پار اُڪريون،
آهي قوم عمارت وانگر، .... تيو بُنياد،
”ايڪو زنده باد.“

* ايــڪـــي ۾ ئـــي بـــرڪـــت آهي،
ملڪ جـــي .................... عظمت آهي،
ٻارو، قائم دائم ........، ايڪو ۽ اتحاد،
”ايڪو زنده باد.“

# بهادر ماءُ

سن 1843ع ۾ جڏهن انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي لڳي، تڏهن سنڌ جو حاڪم مير محمد نصير خان هو. مير صاحب جڏهن پنهنجي فوج سان گڏ جنگ جي ميدان ڏي روانو ٿيو، تڏهن سندس ڀائٽي، مير نورمحمد خان جي ننڍڙي پُٽ، مير حسين علي خان پنهنجي ڪمري ۾ پئي راند ڪئي. مير حسين علي خان جي امڙ، پڳدار مير صاحب کي جنگ جي ميدان ڏانهن ويندو ڏسي، پنهنجي پُٽ کي سڏ ڪري چيو:

”پُٽ! تنهنجو چاچو ۽ پاءُ دشمنن سان وڙهڻ لاءِ جنگ جي ميدان ڏانهن وڃي رهيا آهن، تنهنجو فرض آهي تہ انهن سان گڏجي، جنگ جي ميدان ڏانهن وڃ. هڪ شهزادي جو مَرڪ آهي تہ هو پنهنجي وطن جي حفاظت لاءِ سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏي.“

مير حسين علي خان ماءُ جي ڳالهہ ٻڌي ادب سان چيو تہ ”امان! انهيءَ حڪم کي پوري ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“ اهو جواب ٻُڌي سندس ماءُ هٿيار ڪٽي آئي ۽ پنهنجي هٿن سان کيس پهرايائين. پوءِ مير حسين علي خان، ماءُ کان موڪلائي جنگ جي ميدان ڏانهن روانو ٿيو. ڪهڙي ماءُ چاهيندي تہ سندس ننڍڙو ٻچو توبن، بندوقن ۽ تلوارن جي مُنهن ۾ وڃي؛ پر مير حسين علي خان جي ماءُ پنهنجي وطن پرستيءَ جو هڪ اعليٰ مثال قائم ڪري ڇڏيو.

ننڍڙو مير حسين علي خان جنگ جي ميدان ۾ وڃي پهتو. وڏي مير صاحب پنهنجي ڀائٽي کي جنگ جي ميدان ۾ ڏسي کيس موٽي وڃڻ لاءِ چيو؛ پر ننڍڙي مير صاحب جواب ڏنو تہ: ”چاچا سائين! آءٌ ماءُ جي حڪم سان آيو آهيان.“ هن جذبي کي ڏسي، وڏي مير صاحب کيس ڏاڍو پيار ڪيو. مياڻيءَ وٽ

سخت جنگ لڳي. بلوچن ڏاڍو مقابلو ڪيو، پر ڪامياب نہ ٿي سگھيا. انگريز سپهہ سالار چارلس نيپيئر وٽ جڏهن سيئي مير صاحب حاضر ٿيا. تڏهن ننڍڙي مير حسين علي خان کي ڏسي حيران ٿي ويو. جڏهن ڪيس خبر پئي تہ هيءُ ننڍڙو مير صاحب بہ جنگ جي ميدان ۾ موجود هو، تڏهن ڪيس وڏي عزت ڏيئي، سندس تلوار ڪيس موٽائي ڏنائين.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي ڪٿي لڳي؟
( ب ) اُن وقت سنڌ جو حاڪم ڪير هو؟
( ج ) مير حسين علي خان کي سندس والده ڇا چيو؟
( د ) مير حسين علي خان جنگ جي ميدان ۾ چاچي کي ڇا چيو؟
( هہ ) چارلس نيپيئر مير حسين علي خان کي ڪهڙي عزت ڏني؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| مَرڪ | پهرائڻ | پڳدار | حاڪم | وڙهڻ |
|---|---|---|---|---|

3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال پريو:

لڙائي حاڪم راند ميدان

(الف) مير نورمحمد خان جي ننڍڙي پٽ، مير حسين علي خان پنهنجي ڪمري ۾ پئي ............... ڪئي.
( ب ) ننڍڙو مير حسين علي خان وڃي جنگ جي ............... ۾ پهتو.
( ج ) سن 1843ع ۾ جڏهن انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ ............... لڳي.
( د ) تڏهن سنڌ جو ................. مير محمد نصير خان هو.

# شمسُ العُلمَاء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو شمار، وڏي تعليمي ماهرن ۽ عالمن ۾ ڪيو وڃي ٿو. هيءَ سيوهڻ تعلقي جي ٿلٽي ڳوٺ ۾ سن 1896ع ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ جو نالو محمد هو، جيڪو واڍڪو ڪم ڪري گذران ڪندو هو.

محمد پنهنجي پُٽ کي تعليم ڏيارڻ لاءِ ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو. هيءُ ننڍپڻ کان ئي ڏاڍو ذهين هو. ويتر محنت ۽ شوق سان پڙهڻ ڪري، ڪلاس ۾ هميشه پهريون نمبر ايندو هو.

چار درجا سنڌي پاس ڪرڻ تي، سرڪار کيس انگريزي پڙهڻ لاءِ وظيفو ڏنو. هن پهريائين لاڙڪاڻي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي. ڪجهه وقت کان پوءِ نوشهروفيروز جي مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو، جتي پنجين درجي انگريزي تائين پڙهيو. وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ويو. هو مئٽرڪ امتحان ۾، سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو.

ان وقت جي حڪومت هن جي هوشياريءَ جو قدر ڪري، کيس اسڪالرشپ ڏني. هو ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ نوڪري بہ ڪندو هو؛ ساڳئي وقت خانگي طور ٻارن کي پڙهائيندو هو. لاڳيتي محنت ۽ ڪوشش سان هو ايم.اي جو امتحان پاس ڪري ساڳئي ڪاليج ۾ استاد مقرر ٿيو.

ولايت ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ کيس سرڪاري وظيفو مليو. هن کي وڌيڪ گهربل رقم مير غلام محمد خان ٽنڊي ٻاگي واري امداد طور ڏني. اهڙيءَ طرح هو ولايت روانو ٿيو ۽ اتي سخت محنت ڪري پي.ايچ.ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

ولايت مان موٽڻ تي ڪجهه وقت لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو پرنسپال ٿي رهيو. پوءِ جلد بمبئي جي ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. سرڪار کيس علمي ۽ ادبي خدمتن جي ڪري ”شمسُ العُلمَاء“ جو خطاب ڏنو.

1939ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن مقرر ٿيو. هن تعليم کاتي ۾ ڏاڍا سڌارا آندا. پينشن تي لهڻ بعد کيس پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر مقرر ڪيو ويو.

ڊاڪٽر صاحب 22 نومبر 1958ع تي وفات ڪئي. کيس پٽ شاهه ۾ لطيف سائينءَ جي مقبري جي ڏکڻ ۾، قبي سان لڳو لڳ دفنايو ويو.

ڊاڪٽر دائودپوٽو مرحوم، هڪ ايماندار ۽ مثالي انسان هو. غربت هوندي به هو ڪشالا ڪڍي اعليٰ تعليم حاصل ڪري وڏي درجي تي پهتو. اسان کي سندس حياتيءَ مان سبق وٺڻ گهرجي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ڊاڪٽر دائود پوٽو ڪٿي ڄائو هو؟
( ب ) ڊاڪٽر دائود پوٽي کي سرڪار ڪهڙو خطاب ڏنو هو؟
( ج ) هي ڪٿي دفن ٿيل آهي؟

2- هيٺين جملن کي هاڪاري جملن ۾ بدلايو:

(الف) انور سنو لکي نٿو سگهي.
( ب ) آءٌ حيدرآباد ڪونه ويندس.
( ج ) يوسف ڪالهه گهر ڪونه هو.
( د ) مون کي ڪتاب ڪونه گهرجن.
( هه ) اڄ توکي خرچي ڪانه ملندي.

# فطرت جو اپياس

راضي ٿيو اسان تي، پروردگار آهي،
آيو بهار آهي.
جڻ بي قرار دل کي، مليو قرار آهي،
آيو بهار آهي.

شمشاد، سرو، سنبل، رابيل ۽ صنوبر،
خوش رنگ، خوب، خوشتر؛
هرهڪ شجر بہ هر جا، اڄ ميوه دار آهي،
آيو بهار آهي.

ساوڪ وڌي چمن ۾، گُل ڦُل ٽڙيا چمن ۾،
ٿي موج انجمن ۾؛
گُلشن سڄوئي سهڻو ۽ سبزه زار آهي،
آيو بهار آهي.

ٻُڌ التجا الاهي! وڇڙيا وري ملائين،
ڏُک، درد سڀ وڃائين؛
مُدّت کان هي "نظامي" اُميدوار آهي،
آيو بهار آهي.

- غلام احمد "نظامي"

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) شاعر بهار جي موسم جي ايتري تعريف ڇو ٿو ڪري؟
(ب) اوهان کي بهار جي مُند ۾ باغ جو نظارو ڇو پسند ايندو آهي؟
(ج) شاعر، الله تعاليٰ جي در تي ڪهڙي التجا ٿو ڪري؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| شجر | چمن | انجمن | سبزه زار | مدت |
|---|---|---|---|---|

3- هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:

* شمشاد، سرو، سنبل، .............. ۽ صنوبر،
خوش رنگ، خوب، خوشتر:

هرهڪ شجر ۾ هر جا، ............ ميوه دار آهي،
آيو بهار آهي.

* ساوڪ وڏي چمن ۾، ................ ٽڙيا چمن ۾،
تي موج انجمن ۾:

گُلشن سڄو ئي .................... ۽ سبزه زار آهي،
آيو بهار آيو.

# سيوهڻ

سيوهڻ، سنڌ جو هڪ قديم ۽ تاريخي شهر آهي، هن شهر جي چوڌاري دڙا ۽ مقام نظر اچن ٿا، جن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هيءُ شهر اڳي ڏاڍو وسيل ۽ وڏو هو.

چون ٿا تہ سڪندرِ اعظم بہ سيوهڻ ۾، ڪجهہ وقت رهيو هو. هن اُتي هڪ قلعو بہ تعمير ڪرايو هو، جنهن جا نشان، اڄ بہ موجود آهن.

راءِ ۽ برهمڻ گهراڻي جي دور ۾ بہ سيوهڻ سنڌ جو اهم ۽ مکيہ شهر هو. ان وقت هيءُ صوبي جو مرڪزي شهر هو، جتي صوبائي حڪمران رهندو هو.

محمد بن قاسم، سنڌ تي ڪاهہ وقت، ديبل بندر کان پوءِ سيوهڻ فتح ڪيو هو.

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، خدا آباد نالي نئون شهر ٻَڌو ويو ۽ اهو سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو، انهيءَ ڪري سيوهڻ جو اڳيون اوج گهٽجڻ لڳو ۽ هن شهر جا واپاري، عالم ۽ هنرمند لڏي اچي خدا آباد ۾ رهيا.

سيوهڻ جي ڪاشي ۽ سوٽي ڪپڙو، ڪنهن زماني ۾ ڏاڍو مشهور هئا. هي شهر عالمن ۽ درويشن جو مرڪز پئي رهيو آهي. اڪبر بادشاهه جي نَونَ رَتَن مان ملا فيضي ۽ ابوالفضل جا وڏا اصل ۾ هن شهر جا رهاڪو هئا.

هن شهر کي قلندر شهباز جي مزار سبب، وڏي مشهوري نصيب ٿي آهي. هن بزرگ جي مزار مٿان جيڪو اڇ گنبذ تعمير ٿيل هو، سو هندستان جي مشهور بادشاهه فيروز تغلق جي حڪم سان اڏايو ويو هو. پاڪستان سرڪار به، سيوهڻ شهر توڙي قلندر شهباز جي مقبري جي نئين سر سڌاري ۽ سونهن لاءِ، گهڻي ڪوشش ورتي آهي ۽ سونو دروازو هڻايو آهي. هتي هر سال شعبان جي مهيني ۾ ٽي ڏينهن شاندار ميلو لڳندو آهي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) سيوهڻ شهر جي قديم هجڻ جي ڪيئن خبر پوي ٿي؟
(ب) هن شهر ۾ ڪهڙي بزرگ جي مزار آهي؟
( ج ) سيوهڻ جو اوج ڪهڙي سبب ڪري گهٽيو؟

2- هيٺين جملن مان اهڙا لفظ چونڊيو، جيڪي جملن جي بن ڀاڱن کي ڳنڍين ٿا:

(الف) هو اسڪول وڃي ها پر تپ چڙهي پيو.
( ب ) مون ڇهون ۽ منهنجي ڀاءُ ستون ڪلاس پاس ڪيو آهي.
( ج ) محنت ڪندي ته پاس ٿيندين.
( د ) ڪتاب يا پينسل ڪڻي ڏي.

# ٻِن ٻِلين جي ڳالهہ

اچـــي وڙهيون پـــاڻ ۾، ٻِليون هڪ ڏينهن،
ڦُنديون ۽ ڦوڪيون گهڻيون، وڙهيا تي جڻ شينهن.

سبب تنهن جهيڙي جـــو، رڳـــو هـــي هئو،
تہ هڪڙي هئي سڪڻي، ٻيءَ کـــي هئو ڪئو.

بيٺيون هيون ٻِت تي، انهي مهـــل اهـــي،
ميائون ميائو اُت ڪري، ڳنڍجي ڀيون سي.

ترڪيا پير تنهين جا، متو ويـــن قـــري،
متـــان ليٽيون اوچتـــو، پيون هيٺ ڪِري.

آين ڏک ڦهر جو، ڪريون جيئن متـــان،
ڪئو پڻ نڪري ويـــو، تنين جي هٿـــان.

تڏهن شرمنديـــون ٿيون، ٻِليون سي ٻيئي،
وڙهيون ٿي جنهن شيءِ لاءِ، سا هٿان تن ويئي.

چـــڏي هڪ ٻئي کـــي، هليون ڏيئي پُـــٺ،
وڙهن جيڪي پـــاڻ، تن جوڳي اها جُـــٺ.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ٻلين جي وڙهڻ جو ڪهڙو سبب هو؟

(ب) ٻليون شرمنديون ڇو ٿيون؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| سگهڙي | مهل | شرمنديون | جُٽ | ڏک |
|---|---|---|---|---|

3- هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:

* ٽِرڪيا پير ٿنهين جا، ........................ وين ڦري،
مٿان ليٽيون اوچتو، پيون هيٺ ڪِري.

* آين ڏک ڦهر جو، ڪِريون جيئن مٿان،
ڪئو پڻ نڪري ويو، ..................... جي هٿان.

* ڏڍهن شرمنديون ٿيون، .................... سي ٻيئي،
وڙهيون ٿي جنهن شيءِ لاءِ، سا هٿان تن ويئي.

# خلق جي خدمت

الله جي آخري نَبِي صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جَن فرمايو آهي تہ ”الله تعاليٰ ان شخص کان راضي رهي ٿو، جيڪو سندس مخلوق جي خدمت ڪري ٿو.“ بيشڪ الله جي بندن جي خدمت ڪرڻ هڪ عبادت آهي. الله جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ جا بہ ڪيترائي طريقا آهن.

اسان جي ملڪ ۾ ڪيترائي ٻار توڙي جوان ماڻهو ملندا، جيڪي هن ترقيءَ جي زماني ۾ بلڪل اڻ پڙهيل ۽ علم کان ڪورا هوندا. اهڙن ماڻهن کي علم سيکارڻ لاءِ تعليمي ادارا قائم ڪرڻ هڪ وڏي خدمت آهي. ان کان سواءِ عام ماڻهن کي بيمارين کان بچائڻ لاءِ، اسپتالون قائم ڪري، مفت علاج جون سهولتون پيدا ڪرڻ بہ وڏو خير جو ڪم آهي. ان کان سواءِ اسان وٽ ڪيترا لاوارث ۽ يتيم ٻار موجود هوندا، جن جو الله کان سواءِ ڪوبہ سهارو نہ هوندو آهي. اهڙن ٻارن جي پرورش لاءِ مناسب بندوبست ڪرڻ، هڪ وڏي نيڪي آهي. الله ۽ ان جي پاڪ نبيﷺ يتيمن سان پيار ۽ مهرباني سان هلڻ جو سخت تاڪيد ڪيو آهي.

اسان مان ڪيترا اهڙا ماڻهو ملندا، جيڪي پوري روزگار نہ ملڻ جي سبب پنهنجو ڪٽنب چڱي طرح نہ سنڀالي سگهندا هوندا. ڪيترا انڌا، منڊا ۽ ضعيف ماڻهو بہ هوندا، جيڪي پنهنجو پيٽ بہ پوريءَ طرح نہ پالي سگهندا هوندا.

اهڙن مسڪينن ۽ محتاجن لاءِ زڪوات يا ڪو ٻيو خيراتي فنڊ قائم ڪيو وڃي، جيئن انهن جي مدد ڪري سگهجي. ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي، جوملڪ ۾ ڏُڪار پوندو آهي. حڪومت توڙي سَرنديءَ وارن ماڻهن جو فرض آهي تہ اهي ڏڪاريل ماڻهن کي ڪاڌ- خوراڪ ۽ لَٽي ڪپڙي جي مدد ڪن.

اسان وٽ ڪئين اهڙيون عورتون ملنديون، جيڪي بيوهه ۽ لاوارث هونديون آهن، انهن جي سنڀال وارو ڪوبه نه هوندو آهي. اهڙين گهرجائو ۽ لاوارث عورتن لاءِ دارالامان جهڙا ادارا قائم ڪيا وڃن. اهڙن ادارن ۾ غريب عورتن جي هنري تعليم جو بندوبست هئڻ گهرجي.

هي باغيچا، پارڪ، جانورن جا باغ، لئبرريون، بلڊ بئنڪ جا مرڪز وغيره، سڀ عام ماڻهن جي ڀلائيءَ جا ادارا آهن. حڪومت توڙي سيٺي خير جي ادارن کي خدا جي مخلوق جي خدمت لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) الله جي آخري نَبِي حضرت مُحمد صَلَّي الله عَلَيه وآلہٖ وَسَلَّمَ جَن ڇا فرمايو آهي؟

( ب ) اڻ پڙهيل ماڻهن کي علم سيکارڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

( ج ) يتيمن ۽ بيوهه عورتن لاءِ ڪهڙو بندوبست هئڻ گهرجي؟

( د ) عام ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ ٻيا ڪهڙا ادارا آهن؟

( هه ) حڪومت ۽ سَرنديءَ وارن ماڻهن جو ڪهڙو فرض آهي؟

### 2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| مخلوق | قائم | پرورش | لاوارث | زڪوات |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

بندوبست خدمت ملڪ دارالامان ادارا

(الف) الله جي مخلوق جي ............................... ڪرڻ جا ٻه ڪيترائي طريقا آهن.

( ب ) اهڙن ٻارن جي پرورش لاءِ مناسب .................. ڪرڻ هڪ وڏي نيڪي آهي.

( ج ) اهڙين گهرجائو ۽ لاوارث عورتن لاءِ ..................... جهڙا ادارا قائم ڪيا وڃن.

( د ) اهڙن ماڻهن کي علم سيکارڻ لاءِ تعليمي.................... قائم ڪرڻ هڪ وڏي خدمت آهي.

سَبق چويهون

# صحت جي سنڀال

اهي ماڻهو ڪيڏا نہ ڀاڳن وارا آهن، جن جي صحت سٺي آهي. زندگيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ٻين ڳالهين سان گڏ، سٺي صحت جو هئڻ بہ تمام ضروري آهي. بيمار ماڻهو، جيڪو پاڻ پنهنجي بت مان بيزار هوندو، سو زندگيءَ جي تڪليفن ۽ پريشانين سان ڪيئن مُنهن ڏيئي سگهندو. اهڙو شخص پنهنجي ڪٽنب توڙي قوم لاءِ بار ٿي پوندو آهي. سڀ ماڻهو ڪانئس پري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ان ڪري تہ سياڻن چيو آهي، تہ "هڪ تندرستي هزار نعمتن جي برابر آهي."

هيڏانهن صحتمند ماڻهو سچ پچ تہ الائجي ڪيڏا وڏا ڪم ڪري پنهنجي خاندان ۽ ملڪ جو نالو روشن ڪندو آهي. سچي ڳالهہ اها آهي تہ صحت هڪ وڏي دولت اهي، جنهن جي سنڀال لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي.

صحت ڪيئن سلامت رهي. ان لاءِ ڪجهہ ضروري ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن. پهرين ڳالهہ جيڪا انسان جي جياپي ۽ صحت لاءِ ضروري آهي سا تازي هوا آهي. هوا صاف ۽ سٺي هوندي، تہ جسم بہ تازو توانو رهندو. پر جي هوا گندي ۽ زهريلي هوندي، تہ انسان موڳو ۽ بيمار رهندو. تازي ۽ صاف هوا رت کي صاف ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي. ان ڪري جيترو ٿي سگهي، تہ تازي ۽ صاف هوا کائڻ گهرجي.

تندرستي قائم رکڻ لاءِ ٻي ضروري شيءِ صاف پاڻي آهي. بيٺل ۽ گندي پاڻي ۾ بيماريءَ جا جيوڙا ٿيندا آهن، تنهن ڪري ٿي سگهي تہ اوٻاريل پاڻي ڪم آڻجي.

زنده رهڻ لاءِ کاڌو بہ ضروي گهرجي، جيئن تيل کان سواءِ مشين هلي نٿي سگهي؛ تيئن انسان بہ کاڌي کان سواءِ جي نٿو سگهي. گهڻي

سٺي وارو يا ٻوڙ پلاءُ وارو ڪاڌو نہ هئڻ گهرجي. تازيون ڀاڄيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن تازو گوشت ۽ مڇي صحت لاءِ سٺيون شيون آهن.

ورزش بہ صحت لاءِ ڏاڍي سٺي آهي. راند روند ڪرڻ، پنڌ هلڻ، ڊوڙڻ ۽ محنت سان پورهيو ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون ماڻهن جي صحت سالم رکن ٿيون. ان کان سواءِ سٺيون عادتون، جن ۾ سوير سمهڻ ۽ سوير اُٿڻ ۽ نشيدار شين کان پرهيز ڪرڻ سٺي صحت قائم رکڻ لاءِ تمام ضروري آهن. پنهنجي ڪٽنب، قوم ۽ ملڪ جو سٺو ۽ صحتمند شهري ثابت ڪرڻ لاءِ، اسان سڀني کي پنهنجي صحت جي سنڀال رکڻ گهرجي.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) صحت يا تندرستي لاءِ سياڻن جا چيو آهي؟
( ب ) سٺي صحت لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟
( ج ) ڪاڌو ڪهڙي قسم جو کائڻ گهرجي؟
( د ) ڪهڙيون سٺيون عادتون صحت سالم رکڻ ۾ مدد ڪن ٿيون؟
( هہ ) ڪٽنب، قوم ۽ ملڪ جو صحتمند شهري ثابت ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺين لفظن جا ضد لکو: جيئن: وڏا ——— ننڍا

بيمار ............
سوير ............
سُٺو ............
روشن ............

# اُپت ۽ خرچ

اسلم ۽ سليم ڀاڻ ۾ ڀائر هئا. اسلم وڏو هو ۽ سليم ننڍو. پيءُ اسلم جي شادي ڪرائي ڇڏي هئي. سليم، ان شاديءَ جي مخالفت ڪئي هئي. هن چاهيو ٿي، ته اسلم پهرين پڙهائي پوري ڪري، ڪنهن روزگار سان لڳي. سليم جي اها سوچ صحيح به هئي. ائين اسلم پنهنجن پيرن تي بيهي سگهي ها. پر هُن جي ڪنهن به ڪانه ٻُڌي. ائين اسلم جي پڙهائي اڌ ۾ رهجي وئي. هاڻي هو ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ اَباڻي زمين سنڀاليندو هو.

زمين مان سُٺي اُپت ٿيندي هئي. گهر ۾ ڀاتي به ٿورا هئا، ان ڪري سُک سان گذارڻ لڳا؛ پر پوءِ سندس گهر ۾ هر سال ٻار پيدا ٿيڻ لڳو. هاڻي زمين جي اُپت ته اُهائي رهي، پر خرچ وڌي ويو. پوري کاڌي ۽ علاج نه هئڻ ڪري، سندس گهر واري به بيمار رهڻ لڳي. ٻار به ڪمزور پيدا ٿيندا هئا.

هوڏانهن سليم پنهنجي پڙهائي جاري رکي. هو زمين جي اُپت مان ڪجهه ڪونه وٺندو هو. شام جو نوڪري ڪري، پڙهائي جو خرچ ڪڍندو هو. ائين پنهنجي محنت ۽ ذهانت سان، هو وڏي عهدي تي وڃي پهتو. هاڻي هو شهر ۾ رهندو هو. شهر ۾ هُن شادي به ڪئي هئي. کيس به ٻار هئا.

اسلم جي گهر ۾ ڪو نه ڪو بيمار رهندو ئي رهندو هو. ڪڏهن سندس گهر واري، ته ڪڏهن ڪو ٻار. ان حالت ۾ هو شهر ۾ سليم وٽ اچي رهندا هئا. سليم ۽ سندس گهرواري سندن هر طرح جي مدد ڪندا هئا. کين ٽڪو به خرچ ڪرڻ نه ڏيندا هئا. هينئر به هو سليم وٽ رهيل هئا. اسلم جي گهرواري سخت بيمار هئي. کيس اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو هو.

سُک جا سپنا ڪير نٿو ڏسي! اسلم بہ سُک جا سپنا ڏٺا؛ پر اهي سپنا سچ نہ ٿي سگهيا هئا. گهر ۾ بيماريءَ هُن کي ڏاڍ پريشان ڪري ڇڏيو هو. ڪيس سمجهہ ۾ نٿي آيو، تہ ڇا ڪري! زمين بہ خرچ ۽ محنت ٿي گهري ۽ اسلم وٽ نہ خرچ هو، نہ ئي وقت. زمين تي ڌيان نہ ڏيڻ ڪري اُپت بہ گهٽجي وئي.

شام جي چانهہ تي جڏهن هو سڀ گڏ ٿيا، تہ اسلم پنهنجي پريشاني ٻڌائي. سليم ۽ اُن جي گهرواري ماٺ ڪري ٻڌندا رهيا. اسلم ڳالهائي بس ڪيو، تہ سليم پڇيو: ”ادا، پوءِ توهان ڇا سوچيو آهي؟“ اسلم جواب ڏنو تہ: ”مون سوچيو آهي، تہ زمين مقاطعي تي ڏيان ۽ ڪو ڌنڌو ڪريان.“ هُن پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيو تہ: ”ائين زمين بہ نهي ويندي ۽ قرض بہ لهي ويندو.“ ان تي سليم چيو تہ: ”اهو ان مسئلي جو حل تہ ڪونہ ٿيو!“ سليم جي گهرواريءَ بہ چيس تہ: ”ادا، جيڪڏهن ڌنڌي ۾ نقصان پيو تہ پوءِ؟“ اها ڳالهہ بہ صحيح آهي. اسلم چيو، ”تہ پوءِ توهين ئي ڪو حل ٻڌايو!“ سليم جي گهر واريءَ چيس تہ، اُن جو حل اهوئي آهي، تہ اُپت ۽ خرچ ۾ توازن پيدا ڪيو وڃي.“ هُن پنهنجي ڳالهہ جاري رکي: ”ڏسو نہ وسيلا تہ اُهي ئي ساڳيا آهن، پر توهان جو خرچ وڌي ويو آهي.“ اسلم ٿڌو ساهہ پري چيو تہ: ”ها، اُهو تہ آهي؛ پر هاڻي مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ سليم صلاح ڏيندي چيو تہ: ”وسيلن جو صحيح استعمال ڪرڻ گهرجي؟“ اسلم کي ڳالهہ دل سان لڳي، پر هن چيو تہ ”ان لاءِ بہ تہ پئسو گهرجي. مون تي تہ اڳي ئي گهڻو قرض آهي!“ سليم کيس دلاسو ڏنو تہ ”پئسي جو بندوبست آءٌ پاڻ ئِي ڪندس.“

اسلم، سندن صلاح تي عمل ڪيو. اُپت ۽ خرچ ۾ توازن رکيائين. زمين تي ڌيان ڏنائين. جديد زراعتي طريقن سان زمين کي سڌاريائين. وقت تي فصل پوکيائين. سٺو ٻج ۽ پاڻ استعمال ڪيائين. ائين وسيلن جي صحيح استعمال سان، ڌيان ۽ محنت سان هن جي پريشاني ختم ٿي وئي.

# مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) اسلم ۽ سليم پاڻ ۾ ڇا هئا؟
( ب ) اسلم ڪٿي رهڻ لڳو؟
( ج ) زمين ڇا تي گهري؟
( د ) اسلم جي پريشاني ڪيئن ختم ٿي؟

2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| پڙهائي | ڀاتي | سپنا | جديد | اُپت |
|---|---|---|---|---|

3- هيٺين لفظن جا ضد لکو:

وڏو – اڏ – سُتو – سُک – صحيح

4- هيٺين لفظن مان مناسب لفظ چونڊي خال ڀريو:

صلاح – اُپت – جاري – بيمار – ماٺ

(الف) اسلم جي گهر ۾ ڪونه ڪو ......................رهندو ئي رهندو هو.

( ب ) زمين مان سٺي ...................... ٿيندي هئي.

( ج ) سليم ۽ ان جي گهرواري ........................ ڪري ڇڏندا رهيا.

( د ) اسلم سندن.................... تي عمل ڪيو.

( هه ) هوڏانهن سليم پنهنجي پڙهائي ................ رکي.

# سوپ جي خوشي

احسان کي هاڪي راند ڏاڍي وڻندي آهي. هاڪي پاڪستان جي قومي راند آهي. احسان سوچيندو هو، تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن هو بہ قومي ٽيم ۾ شامل ٿي، ملڪ جو نالو روشن ڪندو. اسڪول ۾ بہ هو هاڪي راند ڪيڏندو هو. ٽي-وي تي جڏهن بہ هاڪي مئچ ايندي هئي، تہ هو ڏاڍي دلچسپيءَ سان ان کي ڏسندو هو.

اڄ تہ هو سوير کان ئي ٽي-وي آڏو اچي وينو هو. اڄ ميونخ اولمپڪ ۾ هاڪيءَ جو فائنل ٿي رهيو هو. فائنل ۾ پاڪستان جي هاڪي ٽيم کيڏي رهي هئي. احسان جي هٿ ۾ پاڪستان جو قومي جهنڊو هو. پروگرام جو وقت ويجهو آيو تہ احسان جي ماءُ، پيءُ، ڀائر ۽ ڀينرون بہ ٽي-وي آڏو اچي وينا. جيسين مئچ شروع ٿئي. تيسين هو پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا.

**احسان:** ”بابا سائين، فائنل جي فيصلي ٿيڻ کان پوءِ ڇا ٿيندو آهي؟“

**پيءُ :** ”پوءِ ڪٽندڙ ٽيم کي ٻلا ڏنا ويندا آهن.“

**ماءُ :** ”اهي ٻلا ڪنجهي، چانديءَ ۽ سون جا هوندا آهن.“

**احسان:** ان کان پوءِ ڇا ٿيندو آهي؟

**پيءُ :** ”پوءِ انهن ٽيمن جا قومي جهنڊا ڦڙڪايا ويندا آهن.“

**ماءُ :** ”ها! ۽ قومي ترانا بہ وڄايا ويندا.“

**احسان:** ”بابا سائين، پاڪستاني ٽيم پَڪَ سان کٽي ويندي.“

**پيءُ :** انشاء الله.“

**احسان:** ”بابا سائين، ڏسجو وينا پاڪستان جو قومي جهنڊو ٻين جهنڊن کان مٿي ڦڙڪندو.“

**پيءُ :** ”انشاءالله پُٽ.“

هو پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا، تہ مئچ شروع ٿيڻ جو اعلان ٿيو. سيئي ماٺ ڪري مئچ ڏسڻ لڳا. پاڪستاني ٽيم جڏهن بہ مخالف ٽيم تي دٻاءُ ٿي وڌو، تڏهن احسان جو جوش ۽ جذبو ڏسڻ وٽان هو. هو پنهنجي سيٽ تان اُٿي تي بيٺو ۽ قومي جهنڊو ڦڙڪائڻ تي لڳو.

ٻيو هاف بہ ختم ٿيڻ وارو هو. پاڪستاني ٽيم ڪٽي رهي هئي. مخالف ٽيم گهڻا ئي حملا ڪيا، پر گول ڪرڻ ۾ ناڪام رهي. مئچ جون آخري گهڙيون وڃي بچيون هيون. نيٺ آخري وِسل وڄي ۽ مئچ ختم ٿي. پاڪستاني ٽيم فائنل کٽي چڪي هئي. سيني گهر جي ڀاتين هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون. احسان قومي جهنڊو ڦڙڪائڻ لڳو.

پهريون، ٻيو ۽ ٽيون نمبر آيل ٽيمن جا نالا پڪاريا ويا. وڪٽري اسٽئنڊ تي پاڪستاني ٽيم جو ڪئپٽن بيٺو هو. ڪيس جڏهن سونو ٻلو پارايو ويو، تڏهن پاڪستان جو قومي جهنڊو ڦڙڪايو ويو ۽ قومي ترانو وڄايو ويو. احسان ۽ گهر جا ٻيا ڀاتي قومي جهنڊي ۽ قومي تراني جي احترام ۾ اُٿي بيٺا.

## مشق

### 1- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) پاڪستان جي قومي راند ڪهڙي آهي؟
( ب ) احسان جي هٿ ۾ ڇا جو جهنڊو هو؟
( ج ) ڪٽندڙ ٽيمن کي ڇا ڏنا ويندا آهن؟

### 2- هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ڪٽي | دٻاءُ | هاف | وِسل | احترام |
|---|---|---|---|---|

### 3- هيٺين لفظن جا ضد لکو:

سوير   آڏو   جيسين   ڪٽي   شروع   جڏهن

# ڏاهو هاري

ڪنهن حاڪم پڙهو گهمايو تہ: آءٌ پنهنجو وڏو وزير ان کي بڻائيندس جيڪو منهنجن سوالن جا جواب پورا ڏيندو. ڪئين ماڻهو حاڪم آڏو آيا، پر هارائي موٽي ويا.

هڪڙي زميندار کي بہ اچي شوق ٿيو، سو نهي سنيري، گهوڙي تي چڙهي حاڪم ڏانهن پنڌ پيو. پاڻ سان پنهنجي هاريءَ کي بہ نوڪر ڪري وٺي هليو، جڏهن حاڪم جي دربار ۾ پهتا، تڏهن هنن کي شاهي مهمان ڪري رهايائون، ٻئي ڏينهن نوڪر کي اتي ئي ڇڏي، زميندار کي دربار ۾ وٺي ويا.

حاڪم زميندار کان ٽي سوال پڇيا: پيٽ ڪنهن جو چڱو. جَرُ ڪهڙو چڱو ۽ گل ڪهڙو چڱو؟ زميندار سوچي سمجهي جواب ڏنو تہ: پيٽ پلي جو، جَرُ کوهہ جو ۽ گل گلاب جو چڱو.

حاڪم جو قاعدو هو تہ جيڪو شخص صحيح جواب نہ ڏيندو هو، تنهن کي قيد ۾ هڻي ڇڏيندو هو، تنهن ڪري هي بہ وڃي قيد ۾ پيو.

هاريءَ کي جڏهن خبر پئي تہ حاڪم سندس مالڪ کي سزا ڏيئي ڇڏي آهي سو اُمالڪ دربار ۾ ڪاهي آيو ۽ حاڪم کي اچي چيائين تہ: آءٌ بہ اوهان جي سوالن جا جواب ڏيڻ آيو آهيان. هاڻي پڇو جيڪي پڇڻو اٿوَ؟

حاڪم ۽ ان جي درٻارين گهڻو ئي سمجهايس، تہ توکان وڏا وڏا آيا، پر ڪوبہ جواب ڏيئي نہ سگهيو. تون انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃ ۽ پنهنجي جان بچائي موٽي وڃ! پر هاري ڪونہ مڃيو، لاچار ٿي حاڪم ساڳيا سوال پڇيس تہ: پيٽ ڪهڙو چڱو، جر ڪهڙو چڱو ۽ گل ڪهڙو چڱو؟

هاري سوال ٻڌندي ئي چيس تہ: ”پيٽ ڍرتيءَ جو چڱو، جنھن ۾ سيڪجھ سمائجي وڃي ٿو. جَرُ مينھن جو چڱو، جنھن تي ساھوارن جو جياپو آھي. گل ونڻ جو چڱو جيڪو سڄي خلق کي ڍڪي ٿو.“

اھو جواب ٻڌي حاڪم ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ اڄ کان وٺي تون منھنجو وزير آھين. پر ھاريءَ چيو: تہ سائين! آءٌ تو وٽ رھي تنھنجي خدمت وينو ڪندس؛ پر جيڪو ٻني ٻارو ڪريان ٿو، تنھن مان سموري خلق سان گڏ پکي پکڻ جو قوت بہ ٿيندو آھي. مون کي ڇڏ تہ مان پنھنجي مالڪ کي وٺي وڃي خلق جي خدمت ڪريان. ائين چئي پنھنجي مالڪ کي ڇڏائي موٽي آيو.

## مشق

1- ھيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حاڪم ڪھڙو پڙھو گھمايو؟
( ب ) زميندار ڪھڙا جواب ڏنا؟
( ج ) ڏاھي ھاريءَ ڪھڙا جواب ڏنا؟

2- ھيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| جَر | أمالڪ | مينھن | قوت | خلق |
|---|---|---|---|---|

3- ھيٺين لفظن جا ضد لکو: جيئن: ڏاھو ——— بيوقوف

مالڪ ___________
سوال ___________
گُل ___________
پاڻي ___________
حاڪم ___________

سَبق ٽيھون

# دُعــا

ٿُون مالڪ ٿُون خالق ٿُون قادر ڪَريم،
اگھائِين دُعا شالَ رب عظيم.

سِڌي واٽَ دُعا شالَ قدم ھي ھَلنِ،
ٺيُنِ مَنزِلن ڏانھن وڌندا رھن.

لڪان ۽ پَڙھان مان وڏي چاھ سان،
رڪان سِڪَ ساٿيھ جي ساھ سان.

ڏِيئي جان اَنڌيرا پَجائي ڪيان،
ٿرِن تي ٿَڌي بُوند بڻجي وسان.

وڏن جو ادب ۽ ننڍن ساڻ پيار،
اِھا نيڪ عادت ڪريان اختيار.

غريبن يتيمن سان اُلفت ڪريان،
وڏو تي وطن جي بہ خدمت ڪريان.

- امداد حسيني

## مشق

1- ھيٺين سوالن جا جواب لکو:

(الف) ھن نظم ۾ ڪنھن ڪان دُعا گھري وئي آھي؟

( ب ) ھن نظم ۾ ڪھڙي دُعا گھري وئي آھي؟

2- ھيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| خالق | ڪريم | عظيم | واٽ | چاھ | سِڪ | ساٿيھ |
|---|---|---|---|---|---|---|